# حق موجود

پرجهي پس تون پاڻ ۾ پنهنجو هي پسار
دمبدم ٿيو دم اندر دم جو هي ديدار
فنفخت فيه من الروحي پسين پرين جو پار
هادي آ هر بار حضور انهي حسن ۾



# منتخب سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام

صوفي فقير

## سيد حضور بخش صاحب القادري

سجاده نشين درگاه عاليه
شهنشاه فقير

## سيد انور علي شاه

صاحب القادري السروري
(صوفي سرگروه)
جهانپور شريف گهوٽڪي

پاران
فقير سيد صحبت علي شاه

ادبي سنگت
جهانپور شريف ضلعو گهوٽڪي

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | **ديوان حضور** |
| مصنف | **فقير سيد حضور بخش شاهه** |
| ڇاپو | **پهريون سال- 2001** |
| مرتب | **فقير محمد علي** |
| ڪمپوزنگ | **امتياز علي شيخ** (الوحيد ٽريڊرس حيدرآباد) |
| تعداد | **هڪ هزار** |
| ڇپائيندڙ | **فقير سيد صحبت علي شاهه**<br>**ادبي سنگت**<br>**جهانپور شريف. ضلع گھوٽڪي** |
| سهڪار | **فقير سيد عبادت علي شاهه**<br>(ايم، اي، ايل، ايل، بي) |
| ملڻ جو هنڌ | **درگاهه عاليه جهانپور شريف**<br>**ضلعو گھوٽڪي**<br><br>**C-36 گلستان سجاد حيدرآباد**<br>**فون: 640466** |



صوفي فقير سيد انور علي شاه القادري السروري

درگاه عاليہ جهانپور شريف ضلعو گهوٽڪي

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

| کلام نمبر | |
|---|---|
| 117 | عشق نہ رکدا کھندا رایا |
| 118 | واہ واہ عشق دي مام الا |
| 119 | واہ واہ عجب تماشہ یار دا |
| 120 | عشق اتے چاکر اعتبار |
| 121 | ھے وردو زبان تے نام محمد عربي دا |
| 122 | جیوین آپ کیتو ۓ منظور وے |
| 123 | ملڻ دیان کرو کوئي تدبیران |
| 124 | ویکھ خوب نظارا دلبر |
| 125 | مین کردا شکر گذرا |
| 126 | واہ بشري بیک بنایس |
| 127 | عشق اساڈا قبلا کعبہ |
| 128 | دلبر دا دیدار، ساڈي کیتے حج هزاران |
| 129 | ذاتي ذوق کیتا ھے دستور ماھي |
| 130 | دلبر جو آوٹان ھے |
| 131 | ھک ڦٽ چٽندا |
| 132 | دل نال رانجھن دي لایم چا |
| 133 | جڏان آوین سھڻل سائین |
| 134 | کانگا پیغام پھچاوین |
| 135 | ثابت سیر صنم دے سیر داھے |
| 136 | دل نال تیڏي ول |
| 137 | میڏا خوب پي تون آرام پي تون (بیت) |
| 138 | بیت |
| 139 | بیت |
| 140 | بیت |
| 141 | بیت |

# ٽيون حصو (اردو)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# صوفي فقير سيد حضور بخش شاهہ صاحب القادري السروري (سالک مست)

**تعارف:**

سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري جي سنڌ جي تاريخ تي گهرو اثررهيو آهي. پوءِ اها تاريخ سماجي هجي يا سياسي ديني هجي يا روحاني ان جو اثر برابر اڳ کان اڳرو رهيو آهي. ڪلاسيڪي شاعري ۾ روحاني رمزون سمايل هونديون. آهن. جيڪي انسان جي شعور ۽ لاشعور کي حقيقت ۽ معرفت جو گس ڏسينديون آهن. جن جي آڌار تي سچ کي سڃاڻڻ جي پرک حاصل ٿيندي آهي.

فقير سيد حضور بخش شاهہ صاحب بہ انهن رندي رمزن واري ڪلاسيڪي شاعري جو عاشق آهي، جيڪا الستي قولن سان ٽمٽار، وحدت، حقيقت ۽ معرفت جي رنگ ۾ رچيل آهي سندنڪلام ڪيئي زبانن جهڙوڪ سنڌي، اردو،

سرائيڪي، فارسي ۽ هندي ۾ موجود آهي. هن دور ۾ اهڙي ڪلاسيڪي صوفي شاعر جو هجڻ ڪا گهٽ ڳالهہ نہ آهي ڇو تہ جڏهن اسان سندن زندگي جو جائزو وٺنداسين تہ ظاهر علمي قابليت سواءِ ٿورن سنڌي ڪلاسن ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي پر سندن ڪلام ۾ جيڪا رمزي صلاحيت سمايل آهي ان مان پروڙ پئي ٿي تہ پاڻ هن وقت جا وڏا صوفي شاعر آهن. سندن ڪلام هجر فراق وصاليت، وحدانيت ۽ اناالحق تي مشتمل آهي، سندن ڪلام جو بنياد عشق الاهي آهي ۽ تصور جي سلسلي جي تعبير آهي. سندن شاعري صوفيانہ تمثيل نگاري جو دلڪش اظهار آهي سندن شاعري آمد ئي آمد آهي جنهن ۾ دريا جهڙي رواني ۽ بي ساختگي آهي جنهن ۾ تڪلف ۽ بناوت جو شائبو ئي نٿو ملي سلاست جو اهو عالم آهي جو پڙهندڙ خواه ٻڌندڙ کي اهو پنهنجي اندر جو آواز پيو معلوم ٿيندو ۽ هر راز ۽ رمز جي ڳالهہ سمجهہ ۾ پئي ايندي سڪ سلوڪ وارن لاءِ ڪابہ ڳالهہ الجهيل يا

اتڪيل ڏسڻ ۾ نہ ايندي.

ڪوڙ سڃاڻن ڪاپڙي سيئي جاڻن سچ
من عرفه نفسه فقد عرفه ربه ٻُولين تہ تي ٻچ
العشق ناراً عاشق ٻارج مچ
محبت جي ميدان ۾ نانگا بيهي نچ
قرب ڪمائڻ قادري بي قربائي ڪچ
انهين افعالين اچ تہ منڌ نہ مرندي ڪين ڪي

انور سائين

فقير سيد حضور بخش شاهہ صاحب بہ انهن1 درويشن ۽ عاشق شاعرن مان هڪ آهي جن پنهنجي شاعرانہ ذات وسيلي عام انسانن جي ظاهري ۽ باطني رهنمائي ڪئي ۽ گناهن جي پستين مان ڪڍي عشق الاهي سان همڪنار ڪيو. سندن ولادت ٢٤ ربيع الاول ١٣٠٦هہ بمطابق ٢٢ اپريل ١٩٤١ع واقع ڳوٺ جهانپور شريف ضلع گهوٽڪي ۾ ٿي سندن سلسہ نسب حضرت امام نقي عليه والسلام سان ملي ٿو. سندن خاندان جا اڪثر بزرگ معرفت الاهي جي معراج تي پهتا. خود سندن والد محترم

فقير سيد انور علي شاھ صاحب ھن صدي جا صوفي درويش ۽ باڪمال شاعر ٿي گذريا آھن جن جو عرس مبارڪ ھر سال ٢١-محرم تي درگاھ عاليہ جھانپور شريف ضلع گھوٽڪي ۾ وڏي عقيدت ۽ جوش خروش سان ملھايو ويجي ٿو.

فقير سيد حضور بخش شاھ صاحب پنھنجي والد بزرگوار جي وصال کان چاليھ ڏينھن اڳ بيعت ٿيا ۽ پوءِ سنت ئي پاڻ ترڪ دنيا ڪري عشق الاھي ۾ غرق ٿي ويا.

پاڻ پنھنجي شعر ۾ ترڪ دنيا متعلق فرمائين ٿا:

فذ ڪروني قول قائم ڪريڪو يڪ يار سان
ترڪ ڪري ترڪ تون آ ترڪ دنيا واجبٌ
دمبدم دائم ٿي، دوست دم ديدار سان

آخرڪارڪجھ عرصي کانپوءِ واپس اچي پنھنجي والد بزرگوار جي درگاھ جو انتظام سنڀاليائون ۽ اھڙي طرح اڄ ڏينھن تائين سندن خدمت انسان ذات لاءِجاري و ساري آھي. پاڻ محبوب صورت ۽ مست خيال آھن سندن اخلاق اخلاقِ محمدي جو ناپيد

مثال آهي. پنهنجي قرب سان ماڻهن کي مطيع ڪيو اٿائون ٻارن سان ڪين ڏاڍو پيار آهي اهو سبب آهي جو سندن پنيرائي جي ڪري جهانپور شهر جو هر ٻار تعليم جي زيور سان آراسته آهي.

جنوٽيڪ پاڻ دنياوي تعليم حاصل نه ڪئي پر پاڻ هر زبان تي دسترس رکن ٿا ۽ انهي ۾ شاعري ڪن ٿا سندن شاعري هجر فراق، وڇوڙي ۽ توحيد تي مبني آهي. سندن سخا ۽ فيض اڄ به عام و خاص لاءِ جاري آهي پري پري کان ڪيترائي معرفت الاهيءَ جا پانڌيڙا سندن فيض مان فيضياب ٿيڻ لاءِ ڏورانهن علائقن کان ڪهي ڪري ايندا آهن سندن محفل ۾ ڪوبه فرق يا ڏيکاءُ ڪونهي. پاڻ ڪلاسيڪي راڳ جا وڏا پارکو آهن پاڻ هر وقت محفل سماع ۾ مشغول رهن ٿا.

سندن شاعري جو پهريون مجموعو "ساغر" شايع ٿي چڪو آهي. ٻيو مجموعو جنهن ۾ منتخب سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام آهن، نالي "**ديوان حضور**" توهان جي هٿن ۾ آهي. جيتوٽيڪ سندن

ڪلامن جو تعداد گهڻو آهي پر هتي اسان سندن اجازت سان صرف سندن منتخب ڪلام ڏنو آهي.
اسان پنهنجي پوري ايمانداري ۽ عقيدتمندي سان ڪوشش ڪئي آهي تہ سندن ڪلام جي ترتيب ۽ ڇپائي ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ٿئي ليڪن بهرحال اسان بہ انسان ئي آهيون ممڪن آهي تہ اڻ ڄاڻائي ۾ ڪي غلطيون سرزد ٿي ويون هجن ان لاءِ سيني عقيدتمند، اهل فقر، اهل دل ۽ اهل قلم حضرات کي حضرات کي گذارش آهي تہ ڪلام جي مطالعو ۾ ڪا غلطي ڪمي پيشي هجي تہ ان جي نشاندهي ڪن. تہ جيئن رسالي جي ٻيئي ڇاپي ۾ ان کي درست ڪيو وڃي.

ساٿ سلامت
فقير محمد علي
سيڪريٽري
فقير سيد صحبت علي شاهہ
ادبي سنگت جهانپور شريف
ضلع گهوٽڪي

# ڪلام ١

## ثنا

منهنجي هن فرياد تي امداد ڪر خير البشر
دل دکايل کي دوا ڏئي شاد ڪر خير البشر

تون گنهگارن جو شافي آهين شفيع المذنبين
درد وندن جون دليون آباد ڪر خير البشر

معافي مدايون مير ڪر مدني محمد مصطفيٰ
عاصيءَ مٿي ڪا عنايت ارشاد ڪر خير البشر

عرض ٻڌ عاجز سندو ٻانهيءَ تي ڪا ٻاجھہ ڪر
دانهون سٽي درويش جون داد ڪر خير البشر

سٽج صدائون سيدا منظور محبوبِ خدا
غلامن کي غير کان آزاد ڪر خير البشر

ڏي خوشيون غم دور ڪر **حضور** عرض منظور ڪر
پنهنجي عشق ۾ ڀرپور ڪر سرشاد ڪر خير البشر

********

# ڪلام ٢

اسان جي حال جو حامي علي مشڪلڪشا وارث
شفيع المذنبين مالڪ محمد مصطفيٰ وارث

اوليائن ۽ ولين جو غريبن ۽ فقيرن جو
ضعيفن ۽ يتيمن جو نبي نور الهدا وارث

سدائين غم رکو دل ۾ حسيني حال جو مومن
وسيلو آ ولهن واهر شهيدِ ڪربلا وارث

پڙهو صلي الله سڪ مان نبي جي آل اطهر تي
قيامت ۾ شفاعت جو آ رهبر رهنما وارث

پري ڏيندو طهورا مان شرابِ جام هو شافي
ساقيءَ آ حوض ڪوثر جو مدامي مرتضيٰ وارث

نڪي ڪو خوف ۽ خطرو وٺج دامن تون پنجتن جو
شافيءَ روز محشر جو "**حضور**" پيشوا وارث

*****

# كلام ٣

مشكل نہ پيش ايندي مشڪلڪشا علي آ
آ. بيڪسن سهارو دامن اسان جهلي آ.

آهي اسان جو حيدر ساقيءَ آب ڪوثر
سب جو امام آقا بشڪ ڪندو پلي آ

فيضُ فياض جنهنجو ساري دنيا هلي ٿو
عاصين ۽ عاجزن کي امانت وئي ملي آ

سگدر اسين سڏايون پنجتن جي در جا پياسي
شانِ شرف شفاعت قادر قلي قلي آ

**حضور** آهيون هر دم صفدر سندا سپاهي
سپ معاف ٿين مدايون حيدر جي در هلي آ

****

# ڪلام ۴

وڏو زبان اسان جو نامِ علي علـيٰ آ
تنهن ڪانسواءِ مومن نہ ڪائي ٻي ڳلي آ

شفايت جي عنايت سان سلطان ٿي ويا
عاصين مٿان هميشه احسان ٿي ويا
ولين کي دست حيدر امامت وٺي ملي آ

خيبر ۽ خندق بربر اڏايا مرتضي
ناد علي جا ٻول ٻڌا يا مصطفيٰ
برادر آ محمد جو قادر قضا قلي آ

**حضور** پنجتن جا آهيون اسين ثناگر
مشڪل نہ پيش ايندي در حيدرِ گداگر
ڏيندو جام آب ڪوثر بيشڪ يلي يلي آ

****

# كلام ٥

عرش اوتارو آهي جنهنجو مرد ڪڏائن ٿا مرڪب
منجهہ ميخاني ٿيا مهيسي مخموريت آ جن منصب
مست آهن مختيار مدامي جن جاڳايو جسم جذب
پرجهي پاڻ ۾ جن آ پسيو ناهي تن کي تاڻ تسب
يار **حضور** آ حاضر ناظر حال هڪو حق حسب نسب

******

# كلام ٦

گلزار چمن ٿي آيو آ سهڻل سانگ پري
عبديت اولي سر سبحاني ڪافي قرب ڪري
نفي اثباتي عدم اوقاتي وحدت ساڻ وري
عشق واري دريا ۾ دائم تانگهو تار تري
يار **حضور** آ ونحن وبجهو پرين ناهي پري

******

# ڪلام ٧

تنهنجي نينهن جي نظاري نادر نظر نوايا
حملي هنر حسن جي ور عقل جا وڃايا

تنهنجي نينهن جي نوازش- سر سوز ساز شازش
وٺا بره بدل بارش عينن جي عمل آيا

بره جي تيز تابش موسيٰ کي ڏني آ لرزش
لڳي عشق آب آتش لک طور جنهن جلايا

تنهنجي شوق جا شائق هٿا لعل لهو لائق ٿيا
فالم فرض فائق ٿيا ڪم عشق سڀ ڪرايا

عاشق صادق قدم ڌري آيا بازار حسن برسري
شوق شيرين جي ڪري فرهاد ڏونگر ڏاريا

بر نيزي سر هسوار هو پڙهندو حمد بار بار هو
نقشو نقش نروار هو اتي صوفين سر وڍايا

حضور منظورِ نظر دم گذر ٿيا دوست در
ثابت ٿيا اهي سربسر جيڪي وحدت وار ورايا

****

# كلام ۸

تيو اعليٰ عش اٿر صورت يار جي سانگي

الانسان سري وانا سره احدؤن عبلا امير،
صورت يار جي سانگي

قل شيء محيط مولا ونحن اقرب ثابت سر،
صورت يار جي سانگي

الست بربكم قول ٿيو قائم قالو بليٰ قرب كسر،
صورت يار جي سانگي

سارو جوڙ جنسر جهاني ٿيو الفئون ميم مظهر،
صورت يار جي سانگي

لا الله اثبات جي كينڙو الا الله نور نظر ,
صورت يار جي سانگي

ٿيو بقا بالله بشر ۾ "**حضور**" حق حاضر،
صورت يار جي سانگي



# كلام ٩

فذكروني قول قائم كريكو يک يار سان

ترک کري ترک تون آ ترک دنيا واجباً
دمبدم دائم ٿي دوست دم ديدار سان

اوشاقي اثبات اعليٰ ٿي تون ثابت سر سجاڻ
منصور ٿي ميدان ۾ اناالحق اظهار سان

"حضور" حق منظور معنيٰ مظهر منصب مدا
انهيءَ سير ۾ ثابت سدا وحدت سندي انهيءَ وار سان



# ڪلام ١٠

ڪعبہ حسن حقيقي اظهار عاشقن جو
نظاري نيهن نقش جي نگار عاشقن جو

ابرن جي اشاري شبنم کي جنهن شکن ڪيو
شعلي شمع شتابي پرواز پتنگن ڪيو
مزگان محبوبن ٿيو شڪار عاشقن جو

اثرات عشق جو آهر شاخ هر شجر ۾
بوستان باغبان ٿيو عبرت انهيءَ اثر ۾
گلفام از چمن ٿيو گلزار عاشقن جو

لاليءَ جي رنگ لبن جي صحرا کي آسجن ڪيو
دندان روءِ رسد جي زلفان ريختن ڪيو
دوبدو ديدن ٿيو ديدار عاشقن جو

سولي تي سرسينگاري سهڄُون سيئي ڏين ٿا
دائم دست دلبر جنگ جام سيئي پين ٿا
مرتو ٿي وري جيئن ٿا جنسار عاشقن جو

اسباب عشق جا ازل کان تن انعامي
"حضور" ٿيا سي همدم اهي قول هم ڪلامي
محبوب در مدامي قرار عاشقن

****

# ڪلام ١١

تن مزا ماڻيا جيڪي عشق ۾ آباد ٿيا

سور سختيون سوز واريون سي پرين جون قربداريون
برچشم ڪري خلق خواريون عام کان آزاد ٿيا

قرب ڪثرت جي ڪيا اهي وات وحدت جي ويا
مرڻ کان جيڪي اڳ مئا سي صنم سرشاد ٿيا

"حضور" حق منصور ٿي جنهن سڃاتو راز حق
مشڪور ٿي سولي تي برحق خاص خود صياد ٿيا

*****

# ڪلام ١٢

چشمن سان چٽيل دل جا چوغان آهن
نظاري نظر نينهن نيشان آهن

بحر عشق عاشق بقاسر بڻايا. نگهه ناز نرمل نظر سان نوايا
سدا سر سولي تي سي سلطان آهن

ابر جي ڪمانن خطر خر ختم ڪيا- ديدن سان دونالين دهن دم الم ڪيا
ڪج ڳان بره بان پيڪان آهن

شمع تي شتابي ٿيا ڪامل ڪبابي- نوايا نگهه ناٿ نظر سان نوابي
پياسي پسڻ سان سي پروان آهن

نهوڙي وڏا نيڻ نرگس نظر سان- اشاري امر عشق عينن اثر سان
ڪيا مست مزگان مستان آهن

"حضور" همدم حسن جي هاڪاري- ڏين سر ٿا ثابت صنم ڪي سينگاري
ڪو پاڪتيءَ تي سي قربان آهن

*****

# ڪلام ١٣

جنهن جون ديدان ديدن ساڻ اڙيون
قابوقيد صنم جي قرب ڪڙيون

آٽي عشق اڏي اوطاق اندر- سينو سوز صفا ڪيو صاف صدر
بوستان چمن ٿيو باغ بدر - جيڪي گهور حسن جون آهن گهڙيون

نيٽن نزاڪت نينهن واريون- اهي مهر محبت مينهن واريون
آهن روز ازل جي ڏينهن واريون ماڳهين ملڪ مندر ميخان مڙهيون

خمر خاص خمار خماريون وتن- مايل مشتاقن ڪي ماريون وتن
ڏئي سوز سڙين ڪي ساڙيون وتن- چشمين چوٽ چوڏاري آهن چڙهيون

آواز الستي آوازي هن- نيزي نظر نيشان نوابي هن
سدا سخن/صنم سر سازي هن- آهن جانب جنهن جي جيءَ ۾ جڙيون

واريا وحدت واري وار انهيءَ- آهن حال "**حضور**" هزار انهيءَ
آيا حسن حقيقي بازار انهيءَ- دائم دردن جون تن دل ۾ ڏهڙيون

****

# ڪلام ١٤

هر دوجهان ۾ هادي حاضر فقير آ
قل شيءِ محيط قائم قادر فقير آ

خلق الادم سير صفاتي- ٿيو عدم کان اثباتي
ظاهر ظهور ذاتي ذاڪر فقير آ

منصور کي نظاري اثبات ڪيو اشاري
هسوار سر سوليءَ تي ناظر فقير آ

ان شوق جي شاهاڻي آيو بره بهاني
صوفي سر سلطاني صابر فقير آ

آيو بهشت جي پساري ثابت هي سر سينگاري
انهيءَ نينهن جي نظاري نشابر فقير آ

"حضور" حال همدم دائم ٿياسي دم دم
بحر بقائي برسر باسر فقير آ

*****

# ڪلام ١٥

فخرِ فقير جي ٿي دم دم ۾ شهادت آ
نامِ نظر نمايان عاصين کي عنايت آ

سجود سر الاهي محبت ۾ محب ماهي
ڏيندا وصل وڏائي عاشقن جي عبادت آ

هي راز حق جو رايو ازل کان امر آيو
بيشڪ برهہ پهلايو غمزن جي غنيمت آ

لاهوت لا لاثاني قربن ٿيا قرباني
نورالحق نوراني رڳي روح رياضت آ

شاڪر شڪر گذاري صبحت سندي سواري
اهو ناز نوري ناري ڪافي سا قيادت آ

هردم علي علي آ غازين ملي ملي آ
دم ڏور هي دلي آ عنين کي غظمت آ

تطهير طيب طہ نادر نيشان نيها
انهيءَ رمز سان ٿيا ريها منجهہ مام محبت آ

"حضور" حق هوشياري آ ياد يار ياري
بن ٿن لڳي بهاري سخن صاف سعادت آ

****

# كلام ١٦

جنهن عشق كيو اختيار سي مست قرن مهندار
جنهن سر ثابت سير سجاتو سوليءَ تي هسوار
رهبر راه رضا تي راضي شائق شكر گذار
يار **حضور** آ دائم دم دم دلبر جو ديدار

***

# كلام ١٧

حسن شهباز رندانہ صاحب سر صاف سلطانہ
- احد احمد اسم اعليٰ بيحد بيچون بحر بالا
مدامي موج متوالا نظر نروار نيشانہ
- عدم دم روح جسماني قلبي آ قول قرآني
سڄاڻين سير سبحاني رهيا مخمور ميخانہ
- مک مهتاب منور جو تکو آ تاب تصور جو
صحبت سر سير سرور جو عاليٰ انوار آشيانہ
- حاضر **حضور** آ همدم دائم ديدار ٿيو دم دم
مدامي موج منجهہ محكم روحي حق راز رحمانہ

******

# ڪلام ١٨

اظهار ڳالهيون عشق جون عام اڳيان ڇا ڪجن

خاص ڪي آهي خاص هي خيال جي خاصي خبر
شمع تي شتاب ٿي پروان سي پڙ ۾ پچن

اناالحق اثبات ڪيو سولي مٿي منصور آ
راز حقيقت رمز سان رنگ راز رهبر ۾ رچن

سر وايون هن سر جنهين سي اوشاقي اثبات ٿيا
وار وحدت ۾ وري هر هر پيا سيئي اچن

ديد واري دم اندر سي دم ٿيا هو دم وري
ملڪوت ۽ جبروت ۾ لاهوت ڪان سيئي لنگهن

باپوتي برسر جي بيشڪ لانگو ٿياسي لعل ٿيا
ناد نفي جو وڄائي نروار ٿي نانگا نچن

**حضور** حق منظور معنيٰ محبتي مام جي
جي سڄائج پاڻ ڪي سرور سندو ڏس صحن

*****

# ڪلام ١٩

نينهن مان نروار ٿيا نقطا نظر جي ناز جا
اولي امر جي آدمين عبديدت آواز جا

بي مثل حقيقت ۾ مثل محدود ٿيا
معبود مظهر ميم ڪيا الفئون اندر آغاز جا

آدم کي سجدو ڪيو سو امر ارشاد ٿيو
ڪهڙي ازن عزازيل ڪيو احراق منجهه احراز جا

هو جي حڪم همدم هليا ملڪ محبت ۾ مليا
مچ محبت ۾ جليا دمبدم دمساز جا

لا الله کان لهي منجهه الا الله اثبات ٿيا
آباد امرن جي ڪيا رمز رهبر راز جا

رمز رمزن ريختن غمزن سان غمزي ٿيا غمن
**حضور** حزن ازعاشقن فخري حسن فياض جا

******

# ڪلام ٢٠

تنهنجي صورت حسن جي مٽ نہ پاتيان توڙي حوران پريون غلمان هجن
تابع آهن تخت سڪندر تو توڙي جن ملڪ انسان هجن

مهتابي مک محبوب ڏسي- تيا مست ملنگ مجذوب ڏسي
تنهنجو جلوو جمال هي خوب ڏسي- قربان مٿن دوجهان هجن

تنهنجا تجلا نور انوار چوان- تنهنجا هر رنگ روپ جنسار چوان
لکين پروانہ تہ هزار چوان- مٿي ميخواري مستان هجن

انهيءَ نظر نشان نواب ٿيا- انهيءَ رمز سان روحي راج رنگيا
جنهن تنهنجا آهن قدم چميا- شاهي شرف تنهين جا شان هجن

ديدار حسن ديوان ڪيا- لکين پسڻ تنهنجي پروان ڪيا
**حضور** هزارين حيران ڪيا- پسين پاڪ پرين پروان هجن

******

# ڪلام ٢١

آهن پنڙن پاسي ياڻا منهنجا - عمر ڪين وڻن ماڙيون بنگلا تنهنجا

وجان ملڪ اباڻي ڪڏ نيل ڪڙيون
منهنجون مارن سان آهن جيءَ جون جڙيون

تڪي راهون تن جون ڪريان روز رڙيون
ائين ذار نه ٿين مت مائٽ ڪنهن جا

اٿم سڪڙي سچي پنهوارن جي
مون سوز سڙي آهيان سنگهارن جي

لوئي ڪين لڄائيندس مني مارن جي
تنهنجا طول وهاڻا لڳن هنڌ اهنجا

منهنجي مارن جو وڻو ملڪ ملير
ٿيا ساوا گاهه ڦٽا ڳم ڳنڌير

پهچان وطن پنهنجي لاهي ڇڏ زنجير
وجي مال چاريان تن مارئڙن جا

**حضور** چوي مارو شال ملن- مون ته نماڻي سان خوش ٿي ته ڪلن
منهنجا نيڻ نماڻا جن لاءِ روئن- قرب ڪرن الا مونتي پنهنجا

# ڪلام ٢٢

اڪيون يار ٻنان روئن رت ڙي اديون- مونسان ڏوھ ڪري ويا جت ڙي اديون

جهليو ڪين جيڏيون ڏونگر ڏوريندس- سر دوست پنهل تان گهوريندس
سڄي شهر ڀنڀور کي ڇوڙيندس- ڪنهنجي ڪين ونندس مت اڙي اديون

مون تہ ڪيچ ڏٿيءَ ڏي ڪاهيندس- وڃي خاڪ لڱين سر لاهيندس
پنهنجي پاڪ پرين کي پائيندس- جيتر ساھ سري ۾ ست ڙي اديون

ويندس اڪيلي رند راھ وٺي- ڪيئن ڇوري ڇڏي ويا هت ڙي مٺي
ٻاري عشق اندر ۾ برھ ٻٺي- پينهندس پيرن سان پربت ڙي اديون

اهو قول ازل جو پاڙيندس- سڄي سيج سکن جي ساڙيندس
گهڻ گهير تنهين جا گهاڙيندس- منهنجي پرور رکندو پت ڙي اديون

مونکي سڪڙي پنهل جي **حضور** اٿم- ملندم دوست اميد ضرور اٿم
لکيو قسمت جو منظور اٿم- ناهي روح منهنجي کي راحت ڙي اديون

******

## ڪلام ۲۳

مارو مير ملير- ساهه سڙيءَ لاءِ سڪندا هوندا
جيڪي جهانگي جهنگ جهونگارن - اٿم تن جي اڪير

پٽ پاڙيندس پنهوارن جي- لائي لوئي تن ليڙ
بيوس بند ۾ آهيان بانديائي- لاهج ظلم زنجير

پاڪ پسيون گگريون ساڏوبون- ڳائن ڳم ڳنڌير
اٿم **حضور** اڪير ابائي- دائم دل دلگير

******

## ڪلام ۲۴

سمي لڌم سنيار يار مهائي مسڪين جي

ٽيو سامي موج بحر ۾ ملاحن مهندار يار
گوهر هن گندريءَ لاءِ ڄام وڏو ڄار يار

ڏنيرا ڏاهيون پوپريون سنياريون سردار يار
**حضور** هر دم من منهنجي ۾ تماچي جي تار يار

*****

# ڪلام ٢٥

مونکي ملڪ اباڻي اماڻ عمر- سدا ساه سکي سانگين ڪاڻ عمر

پلر پيرون پکا پنهنوار پٽن- وٽن واسي وٽي لامن لوڻ لٽن
جهانگي جهونگارن ٿا جوءِ جٽن- وسن ويڙ ٻچن جا وٿاڻ عمر

حيلا
نہ ڪر هيٺي سان هيڏا ھلون- تن سان سور سليون جيکي پکن پليون
تنهنجي محلاتن کان آهن پونگيون پليون- جنهن سان راضي روح رهاڻ عمر

ٻولي ٻاجهاري ٻڪرارن جي- واري واڳ وٽن ولهارن جي
اٿر پريت پکي پنهنوارن جي- آهي جمندي انهن جي جاڻ عمر

پياري پاڪ پکيون پالينون پيار ڪري- سواءِ سانگيڙن جي ڪانہ سري
ويندس پاڻ انهن جي پاڳ پري- ٿيندي ساٿيڙن سان سڃاڻ عمر

هن ناقص نمائيءَ جون ڪڏ نيل ڪڙيون- ڏسان مارن جا وجي ماڳ مڙهيون
"**حضور**" تن سان گهاريان ڪي نہ گهڙيون- سندي سات سان سهندس ساڻ عمر

******

# ڪلام ٢٦

نظرن جا تير ماريئي دلبر پري پري
زلفن جا پيچ پيئڙا اڪثر اري اري

تابان حسن تجلا تو وٽ تڪيون ترارون
ڪسجن ٿا روز عاشق سي سر ذري ذري

مزگان تير پالا برسات جا وسن ٿا
موهيا تو ملڪ مالڪ مضطر ڪري ڪري

ايوان عشق جي ۾ چوڪس ٿين ٿا چرچا
ظاهر آ ذوق تنهنجو زابر زري زري

حملا حضور هر هر منهنجي مٿا ڪرين ٿو
ڪجليون هٿي ڪٽاريون هينئڙي هري هري

****

# ڪلام ٢٧

اي! سڄڻ وعدي وفا کي ياد ڪر
هي صحن سهڻا اچي آباد ڪر

هي صدائون تون ٻڌي هت آ هلي
درد وندن جو مِٺا ڪو داد ڪر

ڏينهان راتيان ٿو پڪاريان دلرِبا
پنهنجي عاشق جي مٺان امداد ڪر

اي غم دل ڪر پڪارون من اچي
نالئہ بلبل جيان فرياد ڪر

تنهنجو طالب ٿو پڪاري آ **حضور**
تون اسان جي اي مِٺا دل شاد ڪر

****

# ڪلام ۲۸

دلبر تہ سائين مونکي ديوانو بنايو آ
هڪ توري ڳالهہ منجهان افسانو بنايو آ

سجدو ئي ڪيم توکي ڏسي تنهنجي وفائن کي
پنهنجي ئي دردن جو داستانو بنايو آ

جيڪي بہ ڪپئي سهٽا ارشاد ڪريو مونکي
دل جان جگر پنهنجو نذرانو بنايو آ

مون ياد ڪريان هر دم **حضور** سدا سهٽل
هن پيار جو مون من ۾ اشيانو بنايو آ

****

# ڪلام ٢٩

تو جهڙو سهڻو نہ ڪو سنسار ۾
اسين تہ خوش آهيون تنهنجي ديدار ۾

زندگي گذجي گذارين اي صنم
ڪو گناهہ ڪونهي انهي پيارَ ۾

منهنجون نظرون ويون ملي توسان سڄڻ
مون ويس ڪُسجي نظر جي وار ۾

هي ڏنو سون سر اسان توکي پرين
ڪس تہ ڪانهي عشق جي واپار ۾

سارو آ قربان توتان جيءُ جسو
دل حضورؔ جي آئني اختيار ۾

****

# ڪلام ٣٠

ساري دنيا ۾ هڪ منٺار ڪبو آ
تنهنجي اڳيان هي سر ڏار ڪبو آ

ماڻهو ڏين پيا مهڻا پل لوڪ ڪجهه چوي
دلبر جيئن چوئين انڪار ڪبو آ

سهڻل سدا اسان کي درشن اچي پسائج
سجدو تنهن صنم کي سو وار ڪبو آ

ڪڏهن ايندو منڙو واڻون تو مون نهاريان
خوابن ۽ خيالن ۾ ديدار ڪبو آ

مون من گهريو تون آهين **حضور** تون سدائين
محبوب دلربا کي مختيار ڪبو آ

****

# ڪلام ۳۱

منو محبوب اچ مونسان ڳالهائيندو تہ خوش ٿيندس
وفا جون ياد ڳالهيون ٻڌائيندو تہ خوش ٿيندس

سڪايل آهيان گهڻو سڪ ۾ مڃي سهڻو سدا منهنجي
اڱڻ منهنجي تي منڙا پير پائيندو تہ خوش ٿيندس

ڪريان سجدا هي ساجن ڪي رکي قدمن تي سر پنهنجو
ڀري پيار جو پيالو پيائيندو تہ خوش ٿيندس

ڏسي صورت يار جي سدائين نيڻ پيا ٺرندا
حضورڻ سان اچي اکڙيون ملائيندو تہ خوش ٿيندس

****

# ڪلام ٣٢

وڄ نہ منھنڙو متي لڳي دل ڪين ھتي

تنھنجي جدائي ماري ڇڏيو آ ڳٽين ۾ مونکي ڳاري ڇڏيو آ
جگر ائين منھنجو ڦٽي

توڪانسواءِ مون لاچار آھيان حال اندر جو ڪنھن کي ٻڌايان
زندگي ھتڪيئن ڪٽي

جنڙو اسان جو ڪيو ٺٺي ڦارون ڏي منا اڇي درد جو دارون
ڇڏيئہ سورن ۾ سٽي

منھنجا تون سھڻا ڪين ستائج يار **حضور** سان نيٺ ملائج
دل جو زخم ڇٽي

****

# ڪلام ٣٣

تو سوا هي دم نہ گهاري دلبرا
وئين متا مسڪين ماري دلربا

مون اڪيلو ٿو مران توڪانسواءِ
چو ڇڏيو آ تو وساري دليربا

آگ ٿي تنهنجي جدائي جي ٻري
ساه ٿو توڪي سنياري دلربا

اندر ۾ آڙاه جيرو ٿو جلي
عشق ڇڏيم باه ٻاري دلربا

هينئون نارج تون **حضورڻ** جو وري
ڪي گهڙيون مون وٽ گذاري دلربا

****

# ڪلام ٣٤

تيندي روهن ۾ هاٺي رس اڙي اديون
منهنجو پنهل آهي پارس ڙي اديون

ڪهي ويندس ڪيچ ڏي وني ڳورن سندا
گس ڙي اديون....

عشق پاروچل ازلئون لڳڙو دلڙي اٿم
بيوس ڙي اديون....

ڪري ڪوٺي يار پنهنجي جي ڪامل لاهيندم
ڪس ڙي اديون....

ٿرن برن ۾ ملندو مونسان ڏک ڏولاوا
ڏس ڙي اديون....

يار **حضور** آ سڪڙي سرائي هن سرير
۾ سرس ڙي اديون....

****

# کلام ٣٥

ڪجلحي ڏار سان دلبر نظر جا تير مارين ٿو
پون عاشق اچي قدمن عجب نرمل نهارين ٿو

هادي حسن جا حاڪم تنهنجو مک ماه منور آ
ڪيو گلڙن آ رخ توڏانهن جڏهن زلفان سنوارين ٿو

عطر مشڪ و عمبر توڙي پسيني مٺ نہ پانيان مون
مهڪ هر دوجهان تنهنجي جتي جلوو ڏيکارين ٿو

**حضورڻ** سان ملي هيڪر وصاليت جا ڪري وعدا
برهہ جي باهہ ٿي پڙکي عشق جي آگ ٻارين ٿو

****

# ڪلام ٣٦

نينهن نيائيندس ڳڻ تنهنجا ڳائيندس
روز ازل کان آهي عشق انعام

برهه جوڻ ياتيون تن من تاتيون لنئون لنئون لاتيون چنڙيون چاتيون
ڪوني کُهن ٿيون قرب جون ڪاتيون قربئون ٿيئم قول ڪلام

مليون سوغاتون سورن واريون ڏيل اندر مڙڪن ڏيکاريون
مان ڪرن نہ محبت ماريون پهچي وجن شل پرين پيغام

وصل وصال جو ملڻ وڏايون جوڙي ڏيندس جيءَ ۾ جايون
خاڪ پرينءَ جي لڳين سر لايون پڪا پرين سان آهن انجام

هادي **حضورڻ** حال حمايت شان تنهنجو شرف شفاعت
آهين تي ڪندو اهل عنايت پياري پيالو ڏيندو جام

****

# كلام ٣٧

ناز نظاري نين نسنگي جاني جلويدار آ.
دلدار آ.....

اکيون جنهن جون مست شرابي خوبان
خيال خمار آ.....

لب مرجان لعل چراغان چوٽ چشم
چمڪار آ.....

قد جنهن جو سرو صنوبر لوڏ قمر
لچڪار آ.....

عنبر مشڪ عطر چنبيليون هو هو حق
هبڪار آ.....

يار **حضور** حسن حقيقي **نور الحق انوار** آ
دلدار آ.....

*****

# كلام ٣٨

پري جام ڏي تون پرين پيار وارا
نشا نينهن جا ٿين دوبارا دوبارا

تنهنجي خيالن ۾ خماريل مون آهيان
تنهنجي نظر جو ماريل مون آهيان
تنهنجا ناز نرمل نيارا نيارا

اکڙين ۾ سهڻا تونهين وسين ٿو
وجهي ونگ زلفن سان دلڙي کسين ٿو
پنهنجو ڪيو ٿئي پيارا پيارا

سندو پرت پيالو پاڻ پيارج
**حضورڻ** جو جيئڙو جاني جيارج
اڏيا دل اندر تو اوتارا اوتارا

*****

# ڪلام ٣٩

سهڻا تنهنجي ڏسڻ جو اميدوار آهيان
چاهين يا نہ چاهين توکان نہ ڌار آهيان

خوابن ۽ خيالن ۾ ڏسندوئي توکي رهندس
چاهيو تو پاڻ جاني مون بي ميار آهيان

دلڙي لٽي آ منهنجي ڌاڙو هڻي تو دلبر
تولئہ ڪيان ٿو دانهون بي اختيار آهيان

عاشق جي ايذائن جي اٽڪل سکي تو ڪنهن کان
فڪر و فيراق ۾ مون روئندو زار آهيان

آخر **حضور** سائين تنهنجوئي ٿيندو ميلو
راضي ڪڏهن تہ ٿيندين لاچار يار آهيان

*****

# ڪلام ٤٠

وڇوڙو يار جانيءَ جو لڳو مونکي ڏکيو آهي

لڳي وئي عشق جي آتش برهہ جي باهہ ٿي پڙڪي
منهنجي قسمت ۾ اي جاني الاهي ڇا لکيو آهي

صنم ديدار تنهنجي لاءِ سڪان ٿو روز مون ساري
سڄڻ جي يادگيري ۾ منهنجو جيئڙو جکيو آهي

وسارڻ سان نہ وسري ٿو تصور يار جاني جو
منهنجي وجود ۾ منڙا هاٿي ڇا رکيو آهي

حضورڻ حال هيٺو آ دکايل زندگاني آ
اندر ۾ ڏور دردن جو دکيو آهي دکيو آهي.

*****

# ڪلام ۴۱

مريضِ عشق کي دلبر نہ پڇڻ آئين تون
قريب مرگ آن منتڙا نہ ڏسڻ آئين تون

رقيب خوش پيا تين هاءِ حال زار ڏسي
ڪائي سنيار اسان جي نہ لهڻ آئين تون

اچڻ جو واعدو ڪيئي راهہ نهاريندو رهيس
پنهنجي ديدار جو دارون نہ ڏيڻ آئين تون

پيو لاچار آ **حضورڻ** پڌو آ هر ڪنهن
زبان تي نام تنهنجو نہ پڌڻ آئين تون

*****

# ڪلام ٤٢

اچڻ بہ ڏکيو آ وڃڻ بہ ڏکيو آ
لڳل نينهن ناتو ٽٽڻ بہ ڏکيو آ

دل جي لڳي کي هٿائي نہ سگهبو
لکيو انگ ازلي مٽائي نہ سگهبو
ائين پيار ڪنهن سان ڪرڻ بہ ڏکيو آ

انهيءَ پيار ۾ جدائي بہ ٿيندي
گڏجي وري الودائي بہ ٿيندي
سڪ جي سڃي کي چنڻ بہ ڏکيو آ

اها عشق آتش وسامي نہ سگهندي
اندر ئي اندر ۾ ڪامي نہ سگهندي
اهو سور سر تي سهڻ بہ ڏکيو آ

**حضورؔ** حياتي لاچار ٿي وئي
محبت اوهان جي اختيار ٿي وئي
مرڻ بہ ڏکيو آ جيئڻ بہ ڏکيو آ

****

# ڪلام ۴۳

اڏيءَ هن عشق واري اسين سرڙو نوايون ٿا
هينوسين نينهن جو نعرو پرت جو پيچ پايون ٿا

پرينءَ ڀان پيچ پاتوسين سهي ثابت سچاتو سين
رنگيءَ جو رنگ لاتو سين روحي رنگڙو رچايون ٿا

رضا جي راهه ۾ راضي بنائي برهه جي بازي
ڪريون سر ساز ٿا سازي طبل تن من وڄايون ٿا

مداهي موج محبت سان چڪون ٿا سُرڪ صحبت سان
شفا جي شوق شفقت سان پيون پرتئون پياريون ٿا

صفاتي ذات آ شامل ڪيو هي قرب آ ڪامل
حضورڻ حال آ حاصل جذب جسمڙن جڳايون ٿا

****

# ڪلام ۴۴

ٻڌين لوڙھ لڙھايم لھرين- دوبڻ آھيان ڏاري،
ازلئون عشق آزاري

ڏير ڏئي ويا ڏاج ڏکن جو- سيج سکن نا ساري
سور ثمر ساجن سر ساري- ماندي محبت ماري،
ازلئون عشق آزاري

ڏونگر ڏاڪا ڏکيا ڏوري- واري ويندس واري
مثل مون ماندي ماري ويا ڪرھا ڪوڏ ڪھاري،
ازلئون عشق آزاري

ور وڪڙ ولڙا واٽن جا رات انڌيري ڪاري
ھي سر ساھ سڄڻ تان صدقي ھلي ڪندس ھيڪاري،
ازلئون عشق آزاري

لکيو انگ ازل ڪان اصلئون قلم قضا ڪوھياري
پکو پيچ پرين سان پينڙو پاند ڳچي ڳل ڳاري،
ازلئون عشق آزاري

ڪامل ڪيچ ڏئي ڪي قربئون وسري ڪين ويچاري
يار **حضور** مٺيءِ سان ملندم ھوت اچي ھڪواري،
ازلئون عشق آزاري

*****

# ڪلام ٤٥

احوال انهيءَ عشق جو ٻڌاءِ عاشقي آ
دمبدم ديدن سندو ديدار عاشقي آ

ڪيفي ڪثر ڪفايت اها عاشقن عنايت
هادي سندي حمايت هر بار عاشقي آ

ڇا نينهن ۾ نشابر بانڪا برهه بهادر
نيزي سر نشاور نروار عاشقي آ

مئي مدا ملاقي ڇا نوري آهي خاڪي
اعليٰ عجب اوشاقي اسرار عاشقي آ

حضور هن احوال جو خاصو خمر خود خيال جو
قائم قرب ڪمال جو ڪردار عاشقي آ



# ڪلام ٤٦

زلف جو قيدي بنايئي اسين تہ آهيون غلام تنهنجا
نگاهہ نازن سان تو نمايو سجود توکي سلام تنهنجا

نينهن جو ناتو نيائج قول مونسان تو ڪيا
واعدا پاڙج گڏ رهڻ جا ياد آهن انجام تنهنجا

اي شمع ٻرندڙ هميشه ٿي پتنگ هر هر جلون
عشق جا پروانہ آهيون مليا اٿم انعام تنهنجا

اسان تہ آهي سر نوايو پل قتل جي ڪار ڪر تون
دڙ سسي ڪان ڏار ٿئي پل، بر زبان آهن نام تنهنجا

نيڻ هاري ٿو پڪاريان ٿي وئي مجبور دل
اي **حضورِ** يار منهنجا گيت ڳايون ڪلام تنهنجا



# کلام ۴۷

نینهن لڳو نروار سانول توسان
عين عكس اسرار سانول توسان

محبوب منو مننار تون آهين
خوبان خيال خمار سانول توسان

ثابت سر سبحان تون آهين
واه وٽيا وٽجار سانول توسان

دائم دم دم ۾ آ دائم
قائم قرب قرار سانول توسان

ناطق نينهن نيايم توسان
صاحب سر سردار سانول توسان

حال حضور هميشه همدم
آذوتي انوار سانول توسان

******

# ڪلام ٤٨

جيسين نہ ڏسان توکي تيسين نہ موت ماري
ڪي تہ گھڙيون اسان وٽ سهٽا تون وڃ گذاري

ڪجہ ياد ڪر اي جاني وعدي وفا جون ڳالهيون
واٽون ٿو مون واجهايان راهون تنهنجون نهاري

ڪيئي حڪيم آيا ڪو فرق ڪونہ پيئڙو
منهنجي دوا آ تو وٽ ديدار جي سهاري

**حضور** ڏانهن هلي آ سڪڙي تنهنجي ستائي
هتڙا چمان مون تنهنجا ڳوڙها خوشيءَ جا هاري

*****

# ڪلام ۴۹

تنهنجي عشق سندا آغاز نوان آواز نوان سر ساز نوان

تنهنجون اکڙيون ڪجليون ڪاريون هن تو تير هڻڻ لاءِ ڏاريون هن
تکيون تيز ابر تلوارون هن واه غمزه گهور غماز نوان

تو مور مرگ مستان ڪيا لکين دانا ديد ديوان ڪيا
ڪيئي شمع مثل پروان ڪيا انهيءَ رمزن وارا راز نوان

جڏهن مرڪين تو ڏند موتي لڳن چپ چورين تو رنگ لال لبن
جيئن مرڪن گل گلاب گلن مک ماه لقا جا مجاز نوان

تون ويندڙ وات بيهارين تو جڏهن زلفن کي سنوارين تو
وجهي دام حضور کي مارين تو منهنجا نياز نوان تنهنجا ناز نوان

****

## ڪلام ٥٠

تو سواءِ هي دم نہ گهاري دلربا وٺين مـنا مسڪين ماري دلربا

مون اڪيلو تو مران توڪانسواءِ ڇو ڇڏيو آ تو وساري دلربا

آگ ٿي تنهنجي جدائي جي ٻري ساه [illegible] سياري دلربا

هانءِ نارج تون حضورڻ جو وري ڪي گهڙيون مون وٽ گذاري دلربا

****

## ڪلام ٥١

سوڍل ٿي تون سياٽو - رس نہ راٺل يار
موٽي اچ ميندرا - ماڳ منهنجي منار يار
ڇڏج رنج رسامون - موڙي اچ مهار يار
ڪوڙئين ڪاڪ واريون - مهٽا ڏين ميار يار
يار حضور هلي هيڏانون - ٻاجهہ ڪندين پيهار يار

******

# ڪلام ٥٢

آرام مون وڃائي بي آرام ٿي رهيس مان
ٻئي جهان ٻوڙي پڪي عشق جي پيس مان

آدم جو بت بنائي سارو سير سر سمائي
روحي راز رنگ رچائي رنگي رمز ۾ رنگيس مان

آڪين جي اولي آيم بازي ٻره جي ٻٽايم
سجدي ۾ سر نمايم پنهنجي حڪم هليس مان

خود خيال پنهنجو آهي منزل پنهنجي ڏي ڪاهي
ٿو ٿاهه پنهنجا ٿاهي صورت حسن نهيس مان

جلوي نما تون جاني ساڳي صورت آ سبحاني
منجهه قلب آ قرآني ذاڪر ذڪر ٿيس مان

طالب ٿيو مطلوبي باخود آهيان پاپوتي
آ ملڪ مون مجذوبي سر **حضور** ٿي سڏيس مان

*******

## ڪلام ٥٣

ڏي خدا پر يار ڏي اڏري وڃان - هي سفر آهي ڪٺن گذري وڃان

هن مريض عشق جي ناهي دوا - سر ڪٽائڻ لاءِ ڪٿي سنيزي وڃان
هن زماني جي هوائن کان پري - منهن بيابان ڏانهن ڪري نڪري وڃان

ڏوھ آهي ڪنهن جو يا منهنجي خطا، وارثن کان سدا وسري وڃان
دل اندر تصور **حضورڻ** آ هڪو - هو هلي مون وٽ آچي اجري وڃان

*****

## ڪلام ٥٤

منهنجو عرض منڙا مڃين ها تہ چا هو
وري مون ڏانهن پيرو ڪرين ها تہ چا هو

هتي نہ ڏنم توکي بيهوش ٿي ويس مان
ڏکيءَ دل تي هتڙو رکين ها تہ چا هو

کري ياد وعدا ڏنو هو مون روئي
اچي منهنجا ڳوڙها اگهين ها تہ چا هو

هيو دم لبن تي **حضورڻ** جو سهٽا
ليو پائي مون ڏانهن ڏسين ها تہ چا هو

****

# ڪلام ٥٥

جي ڪيئي وعدا سڄڻ سي وري تون پاڙ يار
ڏئي جدائي داغ دلبر ماٺا ڪري نہ مار يار

سي نہ ڦت ڇٽندا وري درسن تو ديدار يار
حڪم حڪيمن نہ هلي هيلا ڪرن هزار يار

دل ڏکايل کي تون دلبر ڏکيا ڏينهن م ڏيکار يار
مائل هن مسڪين جي لهہ کا سار سنڀال يار

عاجز هن عاشق کي تون دل تان ڪيم وسار يار
آ اچي مون سان تون مل دم نہ ٿي تون ڌار يار

سرڪ سائل کي پياري مئي دل مٺا جيار يار
لب لعابي جي لبن پاڪ پرين پيار يار

**حضور** تنهنجي حسن سندو پياسو پياسي پار يار
نين نين سان ملائي آ هلي منٺار يار

*****

# ڪلام ٥٦

محبت جي ماريل مريضن کي ڏسجان- ڪٺل عشق وارن شهيدن کي ڏسجان

پسائج انهن کيديدار پنهنجو جنهين سان ڪيو اٿئي اقرار پنهنجو
نظرن جي گهايل غريبن کي ڏسجان

مرڻ کان اڳيئي جيڪي مري ويا جايو جگر تن جو جهورائي جهري ويا
اجائي انهن جي اميدن کي ڏسجان

الفت ۾ تنهنجي سدائين سڪايل- سڪن ٿا هميشہ درشن جا قائل
تنيهن قربوارن قريبن کي ڏسجان.

حضورڻ کي ماريو تنهنجي جدائي ڪر ياد پنهنجي وعدي وفائي
ڦٿيل هن فيراقي فقيرن کي ڏسجان

*******

# ڪلام ۵۷

تنهنجي تار تن من لڳي يار مونکي
لڳو نينهن تنهنجو نروار مونکي

اندر عشق لڳڙو سارو پول پڳڙو
پاتم سڪ جو سڳڙو ڳل هار مونکي

نين نظارو پرين پيار وارو
اکڙين اشارو دم دار مونکي

بيحد بحالي جلوي جمالي
قرب ڪمالي قرار مونکي

تنهنجو نام نالو مليو چشم چالو
ڏنو پرت پيالو انوار مونکي

**حضورڻ** هيڪاري برهون بهاري
لڳي اتم ياري هڪوار مونکي

*******

# ڪلام ٥٨

جيڪو ڇپيل هو راز سو اظهار ٿي ويو
ساري زماني جي اڳيان نروار ٿي ويو

ملندا هئا سين پاڻ ۾ لوڪئون لڪي ڇپي
هي هل حشر ساري بازار ٿي ويو

توٽي چا بہ ٿي پوي تہ بہ هاڻ نہ ڇڏئو آ
ڪلندي ڪلندي توسان بس پيار ٿي ويو

گڏجي گذاريون پاڻ ۾ پل لوڪ پيا سڙن
هي وعدو وفائيءَ جو دلدار ٿي ويو

هي نينهن سندو ناتو **حضور** نيائج
پل پاءِ مونسان ياڪر اقرار ٿي ويو

******

# ڪلام ۵۹

ايـڏيـون نـہ ڪـر تـون يـار مـــونـســان دوريــون
گذرن پيار جون راتيون اڏوريون

ڏئي وئين اکڙين جا اشارا- آهين تون دلبر ساهہ کا پيارا
کڏهن تہ ٿيندون اميدون پوريون

پل پل توکي يار پڪاريا- نيڻ وهن ٿا نارئون نارا
يار آهن توکي ڳالهيون سموريون

ايڏا نہ ڪر تون محب ماٺا- پرين پيارا ٿي تون تہ سياٺا
ايڏيون نہ ڏي تون ساهہ کي سوريون

يار **حضور** سان پيار ڪيو ٿئي- ساري دنيا ۾ نروار ڪيو ٿئي
تنهنجي ڏسڻ لاءِ ڏاڍيون مجبوريون

******

# ڪلام ٦٠

ڏنم ديدار دلبر جو صدق لک وار بسم الله
ڪليا گل باغ بهارون چمن گلزار بسم الله

اکين منهنجن کيون عيدون ملايون دوست آهن ديدون
ٿيون پوريون سڀ اميدون نظر نروار بسم الله

ٿيو روشن اڱڻ سارو ڏنم چوطرف چمڪارو
مليو محبوب دل وارو صاحب سردار بسم الله

آيو جلوي نما جاني ٿيان قدمن تان قرباني
ڪري پنهنجي مهرباني آيو دلدار بسم الله

آيا در دوست دلدارا ويا ورهين جا غم سارا
وسايا يار اوتارا اچي انوار بسم الله

آهين **حضور** حق هادي ڪئي آ عشق امدادي
منا محبوب تون مهدي صنم سردار بسم الله

*******

# ڪلام ٦١

اڄ تہ اڱڻ تي منهنجي دلدار يار آيو
سهڻو ڪري سدائين سينگار يار آيو

اکڙيون عجيب جنهن جون ڪاريون ڪجل ڪڪوريل
ان جي ڏسڻ ڪان مون ڪي خمار يار آيو

واسينگ وار تنهنجا تا رخ متان پون پيا
پاسي جڏهن تين تا چمڪار يار آيو

تنهنجي صفت ثنائي هر دوجهان ڪري ٿو
محبوب دلبربا ٿي مختيار يار آيو

هن بوستان جومالهي لب خال ٿو پيو سمجهان
گلشن چمن جو گوهر گلزار يار آيو

**حضور** پسي انکي حيرت ۾ ملڪ حوران
اڳواڻ سڀ جو سهڻو سردار يار آيو

*****

# ڪلام ٦٢

دم دم ۾ دلبر تنهنجو ديدار مان پسان ٿو
سڀ ڪان تون آهين سهڻو سينگھار مان پسان ٿو

نخرو ناز تنهنجو واه واه مونکي وڻي ٿو
واه واه وفا جو آهي وڻجار مان پسان ٿو

سائين سدائين تون آ درشن پسان مون هردم
سرڪار سائين سڀ جو سردار مان پسان ٿو

واه جو ڪيوني وفائي سهڻل تنهنجي صفائي
نقشو تنهنجو نمايان نروار مان پسان ٿو

**حضور** حق حقايت ثابت آ سر سلامت
لاهي لوڪ جي ملامت حقدار مان پسان ٿو

*****

# كلام ٦٣

آيو اولي انساني، سارو سير سجائي
الانسان سري وانا سره موج محبت مائي
صورت سانگي سانگ رسائي جاڻ سيوئي جائي
كنڌ كٿيءَ تي كات كهائڻ سر اڏكي تي آئي
مئي پي ٿيو مستان مدامي پاڻ ڏسي ٿو پاڻهي
حسن **حضور** كيس حيراني اجائي اڳتي تائي

*****

# كلام ٦٤

هادي تي همراهه رس تون روهه جبل ۾
منهنجو خان پنهل سان سارو ساهه پساهه
ويندس كاهي كيچ ڏي رند نهاري راهه
هيٺي سندو هوت لاءِ اندر ۾ آڙاهه
يار **حضور** مئي سان ملندو قربئون كري كاهه

*****

# ڪلام ٦٥

سور ڏني ويا سوغات- ڏير ڏکيءَ کي
ڪل تہ مونکي ڪانہ جو پيڙي اٿي ويا اڌ رات
ڏکيا ڏونگر ڏورڻ آيم پنڌ پيم پريات
ماري مونسان مار ڪري ويا هوت نيائون هيهات
لکيو انگ ازل کان آريءَ ڪيچ ڏٺي ڪلمات
يار حضور پرين پنهل اچي محب ڪندو ملاقات

*****

# ڪلام ٦٦

سڄ منهنجا سپرين درد وندن دانهون
پڪاربندس پرين کي رند وني راهون
هت چڏيائون هيڪلي کوهہ ڪري ڪاهون
آءٌ نماڻي ناقص کي چڏي ويا چاهون
ٻاري هوت ويا حضور بيوس باهيون

*****

# كلام ٦٧

لڙڪن سان آ چولو پڳڙو آ هلي غمتار
او منڙا، آ هلي غمتار

اکيون تڪين ٿيو راهه اوهانجي نيڻ وهائي نار
او منڙا، آ هلي غمتار

هن اکين کي آس ڏسڻ جي روئن زارو زار
او منڙا، آ هلي غمتار

چو ٿو ڪرين تون يار جدايون ماٺ سان نه مار
او منڙا، آ هلي غمتار

يار **حضور** کي نه وسارج محب منا منٺار
او منڙا، آ هلي غمتار

*****

# ڪلام ٦٨

آ مل سهڻا يار تو لئي ساهہ سڪي ٿو

آءُ تہ آهيان عيبن هاڻي پروسي پوتار

ويئي نهاريان واٽون تنهنجون دم دم ۾ دلدار

ڪندين قرب ڪميڻيءَ تي سائين سگهر سنيار

آيل آهي عجيب ڏاهون برهہ سندو هي بار

پسان پرين جي پاڪ پيشاني نورالحق انوار

يار **حضور** ڪي ڪين وسارج محب مٺا منٺار

*****

# كلام ٦٩

ثابت تنهنجو سر تہ سجود، آهي انور عشق اجاربو

آهي حج حرمين هميشه مک معراج موجود
الف اندر جنهن يار اتاربو

لامقصود في الدارين الاهو لاحد لامحدود
جوڳي جڳت جڳ جوڳ جياربو

هادي **حضور** منظور مدامي واصل منجهہ وجود
نفي اثباتون ماريو نعرو

*****

# كلام ٧٠

ٻڌ تون توڪل جو ترهو تنهنجو آهي توسان، ڪرپسارو پرين ڏي پنهنجي پسڻ پاڻئون پڇاڻ

دم سڄ دم سان دم دوست تون دم دم مدا
دلبر سنڌي انهيءَ راز سان ڪر روح پنهنجي سان رهاڻ

پيجي ديوار دئي جي رک هيڪڙائي حال سان
قلب مومن بيت ربي ڪعبہ اندر ڪافر سڃاڻ

سير ثابت آ صفا دل اندر دلدار جو
موتو قبلل انت موتو موج منصوري تون ماڻ

ٿي تون يڪدل يار سان منظور حق **حضور** تون
قل شيءَ محيط مولا ٿي اچي ڄاڻڻ سان ڄاڻ

*****

# ڪلام ٧١

مونکي ڳالهه ٻڌاءِ سچي وو سچي
مون کون ڪنديس ڪنهن سان ڪچي وو ڪچي

من منهنجي ۾ محبت وارو
مچڙو ويو آهي مچي وو مچي

ساهه پساهه منهنجو سارو توسان
کون ويو پوئنتي بچي وو بچي

نينهڙو لڳو منهنجو ماهي توسان
روح روحن ۾ ويو رچي وو رچي

**حضور** هاڻي يار رانجهڻ جو
عشق اندر ۾ ويو اچي وو اچي

******

# ڪلام ٧٢

خود پنهنجي ذات سڃاڻ ساڳي سر سلطان بہ تون آ

پنهنجو پاڻ ۾ ڳولي ڏس تون پردو بشري کولي ڏس تون
دل وارو ديوان، عشق وارو اشيان بہ تون آ

الانسان سري جو سارو ڏس تون نظر سان نور نظارو
ڄاڻ انهيءَ سان ڄاڻ سب صورت سبحان بہ تون آ

سودو صاف ڪري سر جو سدائين تون منصوري موج ملهائين
تنهنجو آهي تو ساڻ نينهن وارو نيشان بہ تون آ

**حضور** ٿي هوشيار تون همدم هر جاءِ هلائج پنهنجو حڪم
هر دوجهان ۾ هاڻ محبت وارو ميدان بہ تون آ

*****

# ڪلام ٧٣

ٻوڙي ٻئي جهان مون سردار عشق ڪيو آ
سولي تي سر چڙهائي بردار عشق ڪيو آ

صورت ڏني مون تنهنجي صورت آئينو آ
خود پسڻ آهي پنهنجو نروار عشق ڪيو آ

وجود ۾ آ روح راز وجود ڏسڻ ۾ آ
دم دم آهي دم ٿيو ديدار عشق ڪيو آ

احوال عشق آهي انوار نور حق ڪان
بي سر بنائي بازي سر شار عشق ڪيو آ

**حضور** منجهه خيال جي نظرن ۾ آسمايو
حسن و عشق پيدا مئدار عشق ڪيو آ

*****

# ڪلام ٧٤

محبتي ميدان ۾ سانوڳو سر جو لاهجي
ذڪر ذاتي ذوق سان قربئون ڪٽي ڪمائجي

تار سيني سرو سروزي سر سوز سورن ڳائجي
موتو قبلل انت موتو منجهه جسم جاڳائجي

بيخودي بازي بنائي خيال خودي جو ڪائجي
واحده وبساهه سان وحدت اندر وسائجي

تي قربان قائم قربئون ڪنڌ ڪٽائجي
راضي رضا انهيءَ راز سان رهبر رنگ رچائجي

راهه حقيقت رمز سان پير پڙ ۾ پائجي
**حضور** حق هڪوئي تنهن ساڻ هيننڙو لائجي

*****

# ڪلام ۷۵

پي جام پر الستي پس تون پسار پنهنجو
سارو سير ڏس صفا تون صورت ميار پنهنجو

انهيءَ ذات سان ضرورت منجهہ مام محفي مورت
ذاتي صفات صورت قائم قرار پنهنجو

هو هال هم هموستي مذڪوري موج مستي
هر جاءِ حق پرستي خيالي خمار پنهنجو

حاضر **حضور** همدم آ روح راز رگسم
ظاهر باطن دم دم اهواختيار پنهنجو

****

# كلام ٧٦

سي ٿيا ثابت سر صنم، جيڪي عشق جي آيا اري
نـذ ران جي نـظـرن ٿـيـا دور تـن ديـدن ذري

ان اشاري جي امر سان سي ڪيا سولي صفا
ٿيا بقا لامئون ڏنو قلب جنهن ڪعبو ڪري

بحري بره ناياب ڪنئون قطرن ۾ ٿيو قربن ڪيو
جوڙي جنساري ٿيو تنهن ذوق ڪيو زياده ذري

نينهن مان نروار ٿيا نادر نفي اثبات ڪان
بـيـڪ تـن آ بـقـا جن وار وحـدت ۾ وري

مسئلن ڪان سي آزاد ٿيا هڪ محبتي مسئلي پيا
روزي نمازن ڪـان ويـا، **حضور** ٿـيا همـدم هري

*****

# ڪلام ٧٧

سوا عشق جي عبادت اصلي حرام آهي
حج اڪبري اصل ڪان عاشقن احرام آهي

وسري نماز ويڙي نہ مون رڪيائي روزا
انهيءَ شوق جي شراب جو پيتو مون جام آهي

ڪافر يلي چون پيا ڪافر مون يار ڪيئڙو
انهيءَ ڪفر مان ئي پيدا ٿيو اسلام آهي

سمجهي ڏس تون زاهد قل شيءَ محيط مولا
مسجد ۾ الله مندر ۾ رام آهي

تنهنجي شرع ڪيو ڇا منصور کي اي قاضي
اظهار اناالحق ڪان ٿيو حق جو نام آهي

قم بازني الله ڪان ٿيو قم بازني قائم
ڪلڙي ڏيڻ آ خاص ٿيو شمس جو ڪم آهي

ساري عمر جي عبادت هڪ نقطي مثل آهي
انهيءَ بي مثل ذات جي مثل ۾ مام آهي

دين ايمان مذهب ڇڏيو بره آ پيلائي
**حضور** هڪوئي منهنجو عشق امام آهي

****

# ڪلام ٧٨

هر دم هو ۾ دم مشهور، شاهي شرف تن شوق شهود

عبد معبود عين عڪس ۾ راز رندي جي رمز رڪس ۾
هر جاءِ حق موجود

آدم سر اسرار الستي، همدم هو هم حال جي هستي
واري وره وجود

عدم اوقات عشق اشيانا، نفي اثباتئون نينهن نيشانا
اهو مقصد لا مقصود

ذاتي ذوق ظهور اهوئي مست مدا موجود اهوئي
آسر ڪي سر جو سجود

بحر عميق بيچون بقا ڪان، **حضور** حق لاشڪ لقا ڪان
لاحد لامحدود

****

# كلام ٧٩

منجهہ ذات جي صفات سراسر سير سلطاني
عدم اوقات اسم اثبات لائي لنئون لات لاثاني

مدا موجود ، سر سربسجود ، ملک مسجود مئي مظهر
خاص خمار، دم ديدار، ٿيو، اسرار آ باسر
نظر نروار، نقش نگار قلب قرار آ قادر
صنم سردار، سر سينگار ٿيو جنسار جسماني

بشر باقي رهيو ساقي اسم سر اور اوتاقي
نرمل نين دام دارين مدا موجود ملاقي
دلي دم دور مالک مور عاشق اور اوشاقي
عشق اشيان نينهن نيشان، سري سامان سبحاني

هادي **حضور**، آ منظور مئي مذکور منظوري
قرب قرار بقا بردار منجہ مئدار منصوري
اسم آعاز جي پرواز نگاهہ نات سر نوري
گگن گن گهوت چڙهيا چوٽ اچي سر اوٽ انساني

*****

## بيت ٨٠

عشق الاهي جنهن سر آيو سي ساقي ٿيا سلطان
پئن مئي محبت واري شوق شرابي شان
پڙ پيالو پيئن سي ميخاني مستان
لاشڪ لاشان حضور انهيءَ حال ۾

عشق الاهي جنهن سرِ آيو سي نانگا ٿيا نهال
مئي مست رهن ميخاني ڪيفي قرب ڪمال
يار حضور انهن جو آهي اناالحق احوال
بانڪا ٿي برحال مليا سي محبوب سين

عشق الاهي جنهن سر آيو گر ۾ ٿيڙا گم
جوڳي جوت جلائي جاڳي جڳائي جسم
اوقاتي اظهار ٿيا يجي اوت عدم
يار حضور همدم، دائم پسيا دوست سان

عشق الاهي جنهن سر آيو وحدت تن وجود
مست سي محڪم ٿيا مدامي موجود
لامقصود في الدارين الاهو، سرڪن سجود
مالڪ ٿيا مشهود حضور انهيءَ حال ۾

عشق الاهي جنهن سر آيو نانگا ٿي تہ نچن
گر گرناري گودڙيا پاٿهون پاڻ پسن
العشق نارًا يحرک ماسوا الله چکي سي چڙهن
لاتقنتو من رحمة الله آڌوتي تہ اچن
صاحب سخن سچن حضور انهي حال ۾

عشق الاهي جنهن سر آيو هال هوشياري کن
اناالحق اثباتي آهن مانجهي کين مڙن
پڙ متي پروان ٿي سولي سر چڙهن
يار حضور اچن ثابت سر اڏي تي

عشق الاهي جنهن سر آيو گر ۾ گم ٿين
هو هميشه حال ۾ رهبر رنگ رچن
ونحن اقرب ويجهڙو نينهن نظارو کن
هيکڙائي هيک جا وحدت ساڻ وسن
محبت رکي من ۾ حضور هادي هيک ٿيا

عشق الاهي جنهن سر آيو موجون سي ماڻين
اپاڻا اڳتي وجي اڏي سر آڻين
ان الله مع الصابرين جاڻ اها چاڻين
تن اڳي تاڻين حضور همدم حال ۾

